# سچو پچو مڙس ڪهڙو ٿيندو آهي؟

بهترين انسان ڪهڙو هئڻ گهرجي ۽ ان ڪي ڇا سڏڻ گهرجي؟ اهڙن ماڻهن لاءِ تاريخ ۾ مختلف ماڻهن مختلف نالا استعمال ڪيا آهن. جرمن ڏاهي گوئٽي اهڙي ماڻهوءَ کي سپر مئن يا برتر ماڻهو سڏيو آهي. اقبال کيس مرد مومن سڏيو آهي. انگريزن ان کي جينٽل مين يا شريف انسان سڏيو آهي. اسين سنڌي اهڙي ماڻهوءَ کي مڙس ماڻهو سڏيندا آهيون.

مڙس ماڻهو لفظ جون گهڻيون معنائون آهن. سنڌيءَ ۾ مڙس ماڻهوءَ جي مڙسيءَ جو تصور البت نهايت سادو، نهايت محدود آهي. ويڙهه جي فن بابت اسان جي ڄاڻ ۽ نظريو ٻاراڻي سطح مطابق نهايت هيٺاهين درجي جو ۽ پوئتي پيل آهي. ڪو سخي آهي، ڪو درگذر ۽ لانگهو ڪرڻ وارو آهي، ڪو محل ڪرڻ وارو آهي ته ان کي مڙس ماڻهو سڏيندا آهن. ٻيو مڙس ماڻهو ان کي چوندا آهن جيڪو جسماني طرح بهادر هجي، اڪيلي سر گهڻن ماڻهن جي سامهون هليو وڃي. هشيار هٿ ۾ نه هجي ۽ هشيار واري ماڻهوءَ سان مقابلو ڪرڻو پئجي وڃي ته سامهون هليو وڃجي، پوئتي لوٽو نه هٽجي. ايتري قدر جو گهران وڃي هشيار کڻڻ لاءِ به پوئتي نه ورجي. آخري حد اها ته پنهنجو بچاءُ به نه ڪجي، مورچن کي به استعمال نه ڪجي، ويڙهه جا فن به استعمال نه ڪجن! لطيف جهڙو ماڻهو به مڙسيءَ جي ان سطح جي تصور کان متاثر ٿيڻ بنا رهي نه سگهيو:

اڙن مٿان اُسري، پاڪر جو پائي،
اجهان ان کي جيئڻ جو، آ سانگو آهي،
سورهيه سوچائي، جو رڳو ئي رڻ گهڙي.
'شاهه'

دنيا جي اڳتي وڌيل ۽ مهذب سماجن ۾ مڙسيءَ جو تصور، اسان واري مڙس ماڻهوءَ جي تصور کان تمام گهڻو وڌيڪ وسيع، وڌيڪ نفيس ۽ وڌيڪ اعليٰ سطح هو آهي. اهو آهي مڙس ماڻهوءَ جو تصور جيڪو مڙسيءَ جي ٻين خوبين سان گڏ علمي، فڪري، نظرياتي ۽ سائنسي طرح به مڙس ماڻهو آهي. علمي، فڪري، نظرياتي ۽ سائنسي نقطهءِ نظر کان مڙس ماڻهو ان کي چوڻ جڳائي، جنهن ماڻهوءَ ۾ ٻين خاصيتن سان گڏ هڪڙي لازمي خاصيت اها به هجي ته، ”هو جيڪي علمي، فڪري، نظرياتي ۽ سائنسي ڳالهيون بلڪل

صحيح ۽ درست سمجهندو رهيو هجي، انهن بابت سندن کو بدترين دشمن به
ڪيس اهو سمجهائي قائل ڪرڻ جي ڪوشش ڪري ته اهي ڳالهيون بلڪل غلط
آهن ته پوءِ ان حالت ۾ مڙس ماڻهو اهو آهي جيڪو ڦڏو ڪري دل ۾ ائين نه
چوي ته، دشمن آهي! هن جي ڳالهه ڪا مڃبي ڇا؟" اڳلي جي دشمنيءَ ۽
امڪاني بدنيتيءَ واري ڳالهه کي چڱي طرح سمجهندي ۽ انهن کي قطعي
پاسيرو رکي، حقيقتن تي ويچار ڪري ۽ جي پوءِ ايمانداريءَ سان ان نتيجي تي
پهچي ته هو صحيح ٿو چوي، ته پوءِ صاف ۽ چٽو اعلان ڪري ته، "تنهنجي
ڳالهه صحيح، منهنجي ڳالهه غلط." پوءِ ڀلي کٽي سڄو جهان مٿس ان سچي
ڳالهه قبول ڪرڻ ڪري کلڻ لڳي. علمي ۽ فڪري مڙسيءَ جي بلندي هيءَ
چئبي ته جيڪڏهن ڪنهن ماڻهوءَ کي مرڻ کان هڪڙي به گهڙي اڳ ۾ اها
ڳالهه سمجهه ۾ اچي وڃي ته، "مون سڄي عمر جيڪي ڳالهيون صحيح سمجهيون
ٿي، سي سڀ غلط هيون ۽ جن شين يا ڪمن لاءِ مون پنهنجي سڄي زندگي
وقف ڪري ڇڏي سي بلڪل بيڪار، بي معنيٰ يا نقصانڪار هيون." ته ان
آخري گهڙيءَ مهل سيني جي اڳيان ائين چوڻ ۾ ڪا به هٻڪ محسوس نه
ڪري ته، "مون جيڪا سڄي زندگي گهاري ڇڏي سا "الف" کان وٺي
"ي" تائين سڄي غلط بيڪار ۽ نقصانڪار هئي."

اصول هي طئي ٿيو ته وس آهر غلطي ڪرڻ کان بچڻ جي بهترين
ڪوشش ڪرڻ کان پوءِ به، غلطي ڪري وجهڻ ۾ ڪو به عيب ڪونهي.
اهڙيون غلطيون. حقيقت جي ادراڪ جي منزل طرف سفر ۾ ڄاڻ ۽ سمجهه جو
رستو صاف ڪن ٿيون ۽ ان ڪري مثبت ۽ تخليقي عمل آهن. عيب آهي
پنهنجي اڳين گهٽين صحيح ڳالهين ۽ غلطين نه ڪرڻ جي احساس ۽ انا وچان،
پنهنجي غلط هجڻ جي امڪان کي ئي خارج ڪري ڇڏڻ ۽ ان امڪان تي
ايمانداريءَ سان جاچ ڪرڻ ۽ ان غلطيءَ جي نشاندهي ڪندڙ حقيقتن تي ويچار
ڪرڻ کان پڙ ڪڍي بيهڻ. اسان وٽ مڙسيءَ جو ضد پاڙيائي ڇيو ويندو
آهي. ذهن اٿ ئي پهر پنهنجي غلط هجڻ جي امڪانن ۽ ثابتين بابت کليو نه
رکڻ ۽ ان تي 'نه' جا نو ڪوٽ چاڙهي ڇڏڻ علمي ۽ عقلي نامردي آهي ۽
پنهنجي غلطي محسوس ڪري، انڪان هڪدم جند نه ڇڏائڻ، ان ڳالهه کان
لنوائڻ ۽ ان کي نه مڃڻ ۽ ان کي ڇهٽو رهڻ، ذهني ۽ فڪري پاڙيائي آهي.
ماڻهو رڳو اهي شيون ۽ ڳالهيون نه ٻڌي ۽ معلوم ڪري، جيڪي کيس وڻن.
فقط انهن ماڻهن سان نه ملي، جن سان ملي کيس خوشي ٿئي ۽ فقط اهي ڪتاب
نه پڙهي، جن ڏانهن سندس اڳئي لاڙو هجي. فڪري ۽ ذهني طرح مڙس ماڻهو
اهو آهي جيڪو سندس اعليٰ مقصدن لاءِ جيڪي به ڳالهيون ۽ ڪم ضروري
هجن، اهي سڀ ڪري، چاهي اهي کيس وڻن يا نه وڻن. بلڪ جيڪي کيس
سخت ۾ سخت نه وڻن اهي ته سڀ کان پهريائين ڪرڻ جي پوري پوري
ڪوشش ڪري ۽ ان لاءِ جلد از جلد شروعات ڪري ڇڏي. علمي ۽ فڪري
مڙس ماڻهو پنهنجي ذهن کي سدائين ڏکيا ڪم ڏيندو، ورزش ڪرائيندو، ان

تجربي ۽ ورزش سبب پنهنجي علمي ۽ ذهني لياقت ۽ پهچ سدائين تازي توانو رکندو ۽ پنهنجي علمي ۽ فکري ذوق، پسند ۽ سهپ جو دائرو روز ذرو ذرو ڪري وڌائيندو رهندو.

اهڙيءَ طرح علمي ۽ فکري مڙس ماڻهوءَ جي آزمائش، ضروري ۽ لازمي معاملن ۾ بوريت، اڻ وڻندڙ ۽ بظاهر برداشت جي سگهه جي جواب ڏيڻ جي حالتن سان سخت ۽ اٽانگو مقابلو ڪندو ۽ انهن تي فتح پائيندو رهڻ آهي. علمي، ذهني ۽ فکري مڙس ماڻهو، پنهنجي علمي ۽ فکري مقصد ۽ پنهنجي وچان ٿڪ، بوريت، ناپسنديدگيءَ ۽ ڪوڙاڻ جون ديواريون ڊاهي، پنهنجي ڄاڻ، سمجهه، شعور ۽ عمل کي وڌيڪ وسيع ۽ وڌيڪ گهرو ڪري ٿو. پڙهڻ جي معاملي ۾ هو ڪڏهن به پاڻ کي رڳو من پسند ڳالهين موضوعن، ڪتابن ۽ لکندڙن تائين محدود نه رکندو. علمي ۽ فکري، نظرياتي ۽ سائنسي مڙس ماڻهو پاڻ کي تاريخ ۽ ماحول کان مليل خانداني، نسلي، علائقائي، قومي، طبقاتي، مذهبي ۽ نظرياتي تنگ نظريءَ ۽ تعصب جي زنجيرن کان آزاد ڪرڻ لاءِ هر وقت ويڙهه ۽ جاکوڙ ڪندو رهندو آهي ۽ زندگيءَ جي آخري پل تائين اها جاکوڙ ۽ ويڙهه ترڪ نه ڪندو آهي.

جان جان هئي جيئري، ورچي نه ويٺي.
'شاهه'

اسين سنڌي هجون يا غير سنڌي، مسلمان هجون يا عيسائي، ڪارا هجون يا گورا يا ريڊ انڊين، پاڪستان جا رهاڪو هجون يا وچ آفريقا يا ڏکڻ آمريڪا جا، اسان کي پنهنجي ماءُ جي هنج، پنهنجي گهر، پنهنجي ڳوٺ، پنهنجي قبيلي، پنهنجي وڏن، پنهنجي شهر، پنهنجي تر، پنهنجي صوبي، پنهنجي قوم ۽ پنهنجي ملڪ، پنهنجي ثقافت ۽ مذهب جي نالي ۾ جيڪا به ڄاڻ، سمجهه ۽ عقل حاصل ٿئي ٿو، سو لازمي طرح نهايت هڪ طرفو، نهايت محدود ۽ خطرناڪ حد تائين اڻ ڄاڻائين، بي سمجهين بلڪ گمراهين تي ٻڌل ٿئي ٿو. اهو اسان جو يا اسان جي مائٽن جو اسان جي ثقافت جو ڏوهه ڪونهي، اها تاريخي مجبوري آهي. انسان هڪ هنڌ نه رهيا آهن ۽ نه رهي سگهن ٿا. تاريخي طرح انسان تمام ننڍڙين ننڍڙين ۽ هڪ ٻئي کان پري پري، هڪ ٻئي جي مشاهدي، مطالعي، ڄاڻ، سمجهه ۽ عقل کان بي خبر ۽ اجنبي ۽ ان بابت سخت اڻ ڄاڻائين، بي خبرين، غلط فهمين ۽ نادانين ۽ جهالتن ۽ گمراهين جو شڪار رهيو آهي. ان ڪري هو هزارين سالن کان پاڻ کان سواءِ (پنهنجي گهر، پنهنجي عقيدي، پنهنجي ثقافتي روايت وغيره کان سواءِ) هر شيءِ ۽ هر هزيل آهي ۽ ٻي ڪنهن ڳالهه جي ڪيس خبر ئي ڪانهي. هن لاءِ جنهگ جا مرون ايترا ڏاريا، ايترا اجنبي ۽ خطرناڪ ناهن، جيترا "ڏاريا" انسان، سندن خيال، سوچون، عادتون ۽ رهڻيون ڪهڻيون، تهذيب جو سفر، انسان جو انسان

خلاف ڏاريائي، تعصب، ڌڪار ۽ ڪراهت جي احساس تي ڏاڪي به ڏاڪي فتح پائيندي رهڻ جو سفر آهي. ان سفر ۾ جيڪو سپني ڪان وڌيڪ اڳيرو آهي، جيڪو وڌ ۾ وڌ پنڌ ڇڏائيندو هلي سو مڙس ماڻهو آهي.

جڏهن ڳالهيون تمام گهڻيون منجهيل هجن، مخالف نه مخالف، پر دوست به مونجهارن جو شڪار هجن. صحيح ڳالهه غلط پئي لڳندي هجي ۽ غلط ڳالهه صحيح. جڏهن سمورو وايو منڊل مخالف هجي ۽ "منهي به مات، منهي به مات" جو وقت هجي، تڏهن ڪنهن فرد، گروهه، طبقي يا قوم سان وڏو ظلم پيو ٿئي پر 'ڪيچي ٿو نه ڪافر ٿو سڏجي، اهڙي وقت ۾ سموريون حقيقتون ڄاڻندي به ماحول جي خوف کان چپن کي صفا چنو هڻي، پاڻ کي سلامت رکي، بنا ڪنهن به قسم جي سڏي يا اڻ سڏي، ٿوري يا گهڻي حق جي حمايت ڪرڻ جي، رڳو تماشائي ٿي ويهي رهڻ پاڙيائي آهي ۽ اهو سمجهندي حق جو پاسو وٺڻ نه دشمن نه دشمن پر دوست به اصل ڳالهه نه سمجهندا ۽ ماڻهو اڪيلو رهجي ويندو، پر نه به سموري خطا کڻي ممڪن حد تائين حقي موقف اختيار ڪري ڳالهه ممڪن حد تائين پڌري ڪرڻ ۽ گهربل عقل ۽ سمجهه سان توڙ تائين مسلسل ڪندو رهڻ، تان جو اها عام ٿي وڃي، مڙسي آهي.

ان وقت ڪنهن وڏي قومي عوامي ڪاز يا مقصد جي ڪاميابي لاءِ ڊگهي مدي واري رٿابندي، تياري ۽ جاکوڙ ڪرڻ جڏهن ان جو ڪنهن کي احساس ئي نه هجي نه اهڙو ڪو محاذ يا مقصد به آهي يا ٿي سگهي ٿو، جڏهن ڪنهن کان شاباس يا داد ملڻ جو ڪو سوال ئي پيدا نه ٿئي، تڏهن ائين ڪرڻ علمي ۽ فڪري، نظرياتي ۽ انقلابي مڙسي آهي.

مظلوم فرد، گروهه يا طبقي کي خطري ۾ ڏسي، ان وقت ان جي لاءِ سوچڻ ۽ لوچڻ ۽ مات منيءَ ۾ ان لاءِ رٿابندي ڪرڻ، جڏهن خود ڌر ڏٺين کي خطري جو احساس ئي نه هجي ۽ ساڻن سندن خطري جي ڳالهه ڪجي نه هو اڻ ڄاڻائيءَ وچان پنهنجي مخالفن سان گڏ پنهنجي انهن دوستن تي بيهي کلي دشمن جي الزامن ۽ بهتانن کان گمراهه ٿي، دوستن کي دشمن سمجهي ڪاٺيون لهرائڻ لڳي، اهڙي سطح جي خاموش، اڻ ڳايل ۽ اڻ وڄايل مڙسي ان سطح جي مڙسي آهي، جنهن سطح جو ذڪر اڄ کان اڍائي هزار ورهيه اڳ دنيا ۾ جنگ جي فن جي پهرين عظيم ماهر چيني جنرل 'سن زو' پنهنجي جڳ مشهور تصنيف "جنگ جو فن" ۾ هنن لفظن ۾ ڪيو آهي:

"وڏا جنهن قسم جي ماڻهوءَ کي چالاڪ ويڙهو سڏيندا هئا، اهڙو ويڙهو اهو ماڻهو آهي، جيڪو نه رڳو سوڀ حاصل ڪري ٿو، پر ڪيس آسانيءَ سان سوڀ حاصل ڪرڻ ۾ ڪمال حاصل آهي، پر اهي سوڀون ڪيس ڏاهپ يا سورهيائي جو ڪوبه داد نٿيون ڏيارين. ڇو ته اهي سوڀون انهن حالتن جي مقابلي ۾ حاصل ڪيل آهن، جيڪي حالتون ظاهر ٿيون ئي ناهن ۽ جن جي دنيا کي ايجان ڪابه خبر ئي ڪانهي. ان ڪري سندس ڏاهپ جو نالو نٿو نڪري، نڪو وري ڪيس سورهيه ۽ دلير سمجهيو وڃي ٿو. ڇو ته هن دليريءَ

۽ دانائيءَ جي ڪري سمورو ڪم ماٺ مٺيءَ ۾ ٿي وڃي ٿو ۽ (سندس پاران ڪيل) ڪا ظاهري ويڙهه يا رتوڇاڻ ٿيڻي ئي نٿي، (جو اها ماڻهن کي اڇي نظر اچي ۽ هو ڪيس سورمو سمجهن")

علمي ۽ فڪري، نظرياتي ۽ سائنسي مڙس ماڻهو ڪنهن به منزل تي مڙساڻي پيش قدمي روڪي، هڪڙي هنڌ بيهي، وڏيڪ جاڪوڙ ۽ خطرن کان منهن موڙي، پنهنجي مڙسيءَ جي اڱوٺي موڙيءَ جو گهر ويٺي کٽي نه کائيندو. هو پهنجي مڙسيءَ جي ناموس کي بخيلن وانگر کڏ ۾ پوري، ان جي مٿان نانگ ٿي پهرو نه ڏيندو ۽ هڪڙي محفوظ سلامتيءَ واري زندگي نه گهاريندو. هو علم ۽ سمجهه ۽ سائنس جي شوق، تجسس، ڳولا، آزمائش، خطري ۽ جاکوڙ ۾ غلطين، خوارين ۽ غلطين مان سکڻ ۽ پرائڻ، وري ڪوشش ۽ آزمودا ڪرڻ، وري غلطيون ڪرڻ، وري پرائڻ جي ريت ۽ روايت سدائين قائم رکندو ۽ ڪڏهن به ۽ ڪهڙين به حالتن ۾ وچان گوهي ڏئي پويان پير نه ڪندو.

سچ توڙي ڪوڙ پنهنجي اصل نج ۽ نبار حالت ۾ تمام گهٽ نظر ايندا آهن، انهن جا ٻي انداز روپ ۽ بهروپ هوندا آهن. ڪيترين حالتن ۾ ڪوڙ جي لباس ۾ سچ ڍڪيل هوندو آهي ۽ ان جي ابتڙ ڪوڙ کي سچ جا سورنهن سينگار ڪيل هوندا آهن. مڙس ماڻهو انهن کي هر حال ۾ هر روپ ۾ سڃاڻڻ لاءِ واجهه وجهندو، جاکوڙون ۽ ويڙهيون ڪندو رهندو آهي.

اڪثر ائين ٿيندو آهي ته هڪڙي ڪُوڙي ڳالهه جي جاءِ ٻي ان جي ابتڙ ڪوڙي ڳالهه والاريندي آهي. اصل حقيقت ۽ سچ انهن ٻنهي جي وچ تي هوندو آهي ۽ انهن ابتڙ ڳالهين ۽ شين مان جڙيل هوندو آهي. هڪڙيون ڪوڙيون ڳالهيون ماڻهن جي ٻي سمجهيءَ واري ميڄا جي ڪري فڪري فيشن جو درجو حاصل ڪري وٺنديون آهن. ڪين ديوين ۽ ديوتائن وانگر پوڄيو ويندو آهي. ڪيترن ئي سچن تي ڪوڙن جي ڪاراٺ مليل هوندي آهي ۽ سندن شڪل ايڏي پوائتي بنايل هوندي آهي جو انهن کي ويجهو ويندي به ماڻهوءَ کي ڊپ لڳندو آهي. سچو مڙس ماڻهو وڏي همت ۽ جاکوڙ سان هر حالت ۾ ۽ هر روپ ۾ سچ ۽ ڪوڙ ٻنهي کي سڃاڻي ويندو آهي، چاهي انهن کي ڪهڙا به بهروپ لڪايو ويٺا هجن. عام ماڻهن جي سوچ اڃا ٻالپڻ جي وهيءَ ۾ آهي. ماڻهو سوچڻ، لوچڻ ۽ ذهني جاکوڙ ڪرڻ کان لهرائين ٿا. سورهن آنا صحيح ۽ تز ڳالهه ڪرڻ لاءِ ذهني جاکوڙ جي ضرورت پوي ٿي. ان ڪري ماڻهو تز ۽ صحيح ۽ صاف ڳالهه ڪرڻ بدران وڏاءَ واريون ۽ گول مول ڳالهيون ڪرڻ وڌيڪ آسان سمجهندا آهن. هو هڪڙي واڌاءَ مان جان ڇڏائيندا آهن ته وري ٻئي ابتڙ وڌاءَ، ٿوري سچ ۽ گهڻي ڪوڙ جو سهارو وٺندا آهن. انڪري دنيا ۾ سوچڻ جي غلط طريقن ۽ انهن ذريعي حاصل ڪيل غلط نتيجن جا انبار لڳا پيا آهن ۽ ماڻهو چوطرف انهن ۾ گهيريو پيو آهي ۽ حقيقتن کي سمجهڻ جي رستي تي هر هنڌ رڪاوٽون ڪڙيون ٿيون پيون آهن.

مثلا: اسان جي سنڌ ۾ اڳي مذهبي وهم ۽ تعصب وچان سمجهيو ويندو هو ته مسلمان عام ماڻهو توڙي وڏيرا سڀ سئو فيصدي سنا۽ سچا ۽ حق تي آهن ۽ هندو عام ماڻهو توڙي سيٺيون سڀ جا سڀ ۽ سئو فيصدي ڪوڙا، ڪنا ۽ ناحق تي آهن. وڌي جاڪوڙ ڪان پوءِ جڏهن معلوم ٿيو ته اها ڳالهه ڪوڙي آهي ته ان جي جاءِ تي وري ٻي ابتڙ وڏاءُ واري ڪوڙ، وهم ۽ تعصب جنم ورتو آهي، جيڪو فڪري طرح ماڻهن جي ڪنڌ تي چڙهيو ويٺو آهي ۽ صحيح ڳالهه سمجهڻ ۽ بيان ڪرڻ نٿو ڏئي. اڄ جو وڏاءُ وهم ۽ تعصب هي آهي: "هندو سيٺيون سميت سموري جا سمورا اسان جا هندو ڀائر سنڌ جي معاملن ۾ سدائين صحيح سوچ ۽ عمل رکندڙ ۽ سدائين نيڪ ۽ سدائين سئو فيصدي حق تي هئا ۽ مسلمان سدائين سئو فيصدي ناحق تي هئا ۽ انهن جون سڀ شڪايتون ناجائز هيون ۽ آهن."

اڳوڻو وڏاءُ هو: "هندو مسلمان پاڻ ۾ ازل جا ويري آهن، هڪڙي جي زندگي ٻئي جو موت ۽ ٻئي جي زندگي پهرئين جو موت آهي ۽ انهن جي وچ ۾ ناهه جي ڪابه ڳالهه ڪانهي ۽ ناهه مان فائدو فقط دشمن کي ٿيندو." ان جي ابتڙ هاڻوڪو وڏاءُ ۽ ڪوڙ آهي، "هندو ۽ مسلمان جي وچ ۾ ڪي به اختلاف ۽ جائز شڪايتون هيون ئي ڪونه. سڀ انگريزن جي حرام پائي هئي!" ساڳي ڳالهه نظرياتي سطح تي ٿئي ٿي. اڳوڻو وهم ۽ وڏاءُ هو: "هر فرد، طبقي ۽ قوم جو پنهنجو پنهنجو قطعي الڳ مزاج ۽ ازلي ۽ ابدي مرتبو آهي، اهو ڪڏهن به بدلجي نٿو سگهي. ڪتي جي پڇ ڪي ٻارهن مهينا نڙ ۾ رکبو ته به ڏنگي جو ڏنگو ئي رهندو، ڪانو جو ٻچو ڪانو ٿيندو، هنج ڪونه ٿيندو. هڪڙا فرد، گروهه ۽ قومون اصل جا ڪمينا ۽ ڪريل آهن، ٻيا اصل کان وٺي خانداني عزت وارا اشراف آهن، انهن جي وچ ۾ زمين آسمان جو فرق آهي، اهو فرق ڪڏهن به ڪونه مٽبو." ان وڏاءُ، ڪوڙ ۽ تعصب جي فڪري بت جي جاءِ وري هن ابتڙ علم- دشمن، سائنس-دشمن، وڏاءُ، ڪوڙ ۽ فڪري بت ورتي آهي. "انسان سڀ مڪمل طرح هڪ جهڙا آهن، انفرادي، گروهي، طبقاتي ۽ قومي فرق ٿيندا ئي ناهن. فردن، گروهن، طبقن ۽ قومن جا مزاج ۽ ڪردار تاريخ ۽ ماحول مطابق نه ٺهندا آهن. سڀ آدم جا هڪجهڙا ٻچا آهن، سيني جي نفسيات، سيني جا گڻ اوگڻ، هڪجهڙا آهن. انفرادي، گروهي، طبقاتي ۽ قومي گڻ اوگڻ ٿيندا ئي ناهن، سمورن انسانن جي فطرت ساڳي آهي، انهن ۾ ڪوبه فرق ڪونهي جيڪو فرق جي ڳالهه ڪندو اهو هٽلر جو پوئلڳ، نازي ۽ فاشسٽ هوندو." مطلب ڳالهه جو ته شيون يا ته مڪمل طور تي هڪ ٻئي کان الڳ ۽ ابتڙ آهن يا مڪمل طور تي هڪ جهڙيون ۽ ساڳيون آهن. حالانڪ ڪئين ڳالهين ۽ ماڻهن ۾ هڪجهڙايون به هونديون آهن ۽ فرق ۽ تضاد به هوندا آهن. جيڪي هزارين سالن جي تاريخي ارتقا ۽ انقلابن جي پيداوار هوندا آهن. انهن فرقن ۾ تضادن کي ڪوشش ڪري هڪ حد تائين وڌائي به سگهجي ٿو ۽ گهٽائي به سگهجي ٿو، پر فقط هڪ حد تائين ۽ ان

ڪان وڏيڪ بلڪل نہ. اهي فرق تضاد ۽ هڪ جهڙايون هڪ حد تائين سدائين رهندا ۽ هڪ تمام وڏي وڏي تاريخي عرصي تائين سدائين رهندا ۽ هڪ تمام وڏي تاريخي عرصي تائين صفا ختم نہ ٿيندا.

جهالت، انڌي پوڄا ۽ انڌي نفرت ﮬڏي حساب سان انتها پسنديءَ جون ڳالهيون ڪن ٿا. علم، عقل ۽ سائنس ليکي چوکي ۽ حساب ڪتاب جي ڳالهه ڪن ٿا "ﮬہ ﭘائر ٽيون ليکو." "هيءَ ڳالهه هيترا ٽڪا صحيح ۽ هيترا ٽڪا غلط هيترا ٽڪا چڱي ۽ هيترا ٽڪا خراب." دمڙيءَ جو حساب نہ رکبو تہ ڪروڙن جو سچو ليکو غلط ٿي پوندو. سنڌين ۽ اردو ڳالهائيندڙن جي ڳالهه نڪرندي تہ هڪڙي طرف، "سنڌي ويچارا سڀ سڀاجهڙا ۽ اشراف، اسان جا وڏيرا بہ سنڌي ثقافت جا علمبردار، پناهگير، سڀ مڪار، ڪنا ۽ ڪوچڙا" ٻئي طرف چئبو، "سنڌي سڀ رجعت پرست، وڏيرن جا ايجنٽ. اردو ڳالهائيدڙ مهذب، پڙهيل ڳڙهيل" "ويچارن پناهگيرن جو الائي ڇا ٿيندو؟" هاڻ وري هر ڪنهن جي اک تي ڳوڙهو! چئي "سنڌي مهاجر جو اتحاد جو الائي ڇا ٿيندو؟ اصل مسئلو آهي ئي اهو، ٻيو سڀ ڪوڙ آ." مسئلن کي پيش ڪرڻ لاءِ ڪا خاص ٻولي، ڪو خاص انداز گهربل هوندو آهي. علمي ۽ فڪري پاڙيائي جا ڪئين قسم آهن. هڪڙو آهي ڪنهن اهڙي معاملي ۾ جنهن ۾ ڏرين مان ڪنهن ڏر سان پنهنجائپ يا ڪنهن واسطي جي ڪري سچو موقف اختيار ڪرڻ ڏکيو ٿي پوي ۽ چڱن موچارن ماڻهن، جن جي راءِ کي ماڻهو تمام وڏي اهميت ڏئي، تن جي طرفان غلط فهميءَ جي بنياد تي ۽ مخالفن طرفان بي ايمانيءَ وچان، پاس خاطري ڪرڻ جي الزام جو خطرو هجي ۽ ٻئي طرف جيڪڏهن سچو ۽ صحيح موقف نہ ونجي، گول مول ڳالهه ڪجي يا لٽي پٽي ماٺ ڪري رهجي، تہ ماڻهوءَ جي شهرت قائم رهڻ يا اجا بہ وڌڻ جو امڪان هجي، اهڙي حالت ۾ صحيح ڳالهه ڪرڻ بدران يا تہ گول مول ڳالهيون ڪرڻ يا چپن کي چونو لائي ويهي رهڻ.

مثلا: توهان جي ڪنهن غريب عزيز سان زيادتي ٿي آهي. توهان کي خبر آهي تہ ڏوهہ ٻي ڌر جو آهي، پر چيو ائين وڃي تہ ڏوهہ توهان جي عزيز جو آهي يا ٻنهي جو هڪ جهڙو ڏوهہ آهي. ان حالت ۾ جيڪڏهن توهان پاس خاطريءَ جي الزام جي پرواهہ نہ ڪري، سچي ڳالهه چئو ٿا ۽ پنهنجي غريب ۽ مسڪين مائٽ ماڻهوءَ، جنهن جو توهان کي گهڻو لاچار بہ ڪونهي ۽ هن جو ٻيو ڪو ڏٽي ڏوٽي بہ ڪونهي ۽ توهان آسانيءَ سان ان بي واهہ مسڪين کي دبائي، ماٺ ڪرائي، پنهنجي فراخدليءَ، چڱ مڙسي جي شهرت کي چار چنڊ لڳائي سگهو ٿا، پر پوءِ بہ توهان پنهنجي چڱ مڙسيءَ جي شهرت کي خطري ۾ وجهي، ايماندار ماڻهن جا غلط فهميءَ تي ٻڌل الزام ۽ بي ايمان مخالفن جا بي ايمانيءَ وارا بي واجبي الزام سهي، پنهنجي غريب عزيز جي حقي واجبي حمايت ڪريو ٿا تہ توهان مڙس ماڻهو آهيو، جي نہ تہ نہ.

ساڳي ڳالهه پنهنجي قوم جي سلسلي ۾ آهي. پنهنجي عزيز، پنهنجي

طبقي، پنهنجي قوم جي ناجائز حمايت ڪرڻ به پاڙيائي آهي ته جائز حمايت نه ڪرڻ به پاڙيائي آهي. ٻين ماڻهن جي غلط فهمي ۽ ٻرن ماڻهن جي ناجائز الزامن کان بچڻ لاءِ پنهنجي روشن خياليءَ جي شهرت کي خطري کان بچائڻ لاءِ، پنهنجي عزيز، طبقي يا قوم جي جائز موقف جي حمايت نه ڪرڻ يا جيتري ڪرڻ گهرجي اوتري نه ڪرڻ ۽ گول مول ڳالهيون ۽ "يعني مگر چونڪ چنانچه" ڪرڻ به پاڙيائي آهي. اعليٰ آدرش، فراخدلي ۽ وسيع نظريءَ جا حوالا ڏيئي، پنهنجي مظلوم ۽ بي زباني ڌر جي طرفداريءَ ۾ بي ايماني ڪري، پاڻ کي اڳلن وٽ سرخرو ڪري، پاڻ کي سٺو چڱو ماڻهو، روشن خيال، وسيع نظر، ترقي پسند ۽ انسانيت دوست اعليٰ انسان سڏائڻ کان وڌيڪ پڙپائي ٻي ڪانه ٿي ٿي سگهي.

جيڪو ماڻهو ڪنهن ڌر جو مڪمل طرفدار سمجهيو وڃي، حالانڪ هو ڳرو نالي جو يا هڪ حد تائين يا مشروط طرفدار هجي. سو ان ڪوڙي شهرت جو ناجائز فائدو وٺي ان ڌر جو نقطه نظر بيان ڪندي، ان جي حمايت ۾ جيڪي به دليل وڏي ڪوجنا ۽ جاکوڙ کان پوءِ حاصل ٿي سگهن، سي نه ڳڻ ڪري ۽ نه پيش ڪري ۽ پنهنجي شهرت ۽ غيرجانبداري جي ساک وڌائڻ لاءِ "پنهنجي" تي گند ٿڦي ۽ "پرائي" کي صابڻ هڻي، ڪيس سندس سمورين بدمعاشين کان پاڪ صاف ڪري، "پنهنجي" کي ڌڪ ڏيئي، "پرائي" کان پڻي ٿپرائي ۽ انهن جي وچ ۾ ويهي، مڇون وٽي، لانگ هڻي، پاڻ کي پهلوان سڏائي، سو پڪو پاڙيو آهي.

جيڪو جڏهن ڏسي ته جي پنهنجي ذاتي نفعي نقصان کي ڏسندس ته منهنجي سڄي ۽ مظلوم ڌر کي نقصان رسندو، ته پوءِ ڌر کي ٻلي ڪوبه پتو نه پوي، ته به ماٺ منيءَ ۾، سواءِ ڀڙڪ ٻاهر ڪڍڻ جي، پنهنجي حق تي بيٺل مظلوم ڌر جي نفعي نقصان خاطر، پنهنجي نفعي نقصان تان هٿ کڻي ڇڏي، بلڪ ضروري ٿئي ته ان کي خطري ۾ وجهي ڇڏي، توڙي جو ان قربانيءَ جو ڪنهن کي به احساس ٿيڻ جو امڪان ئي نه هجي ۽ اٽلو اهو امڪان هجي ته چالاڪ ۽ قاتل دشمن، ان قربانيءَ کي به خود غرضيءَ جو رنگ ڏيندو ۽ ماڻهن جي اٻوجهائي ۽ ناداني سبب انهيءَ ڳالهه ۾ ڪامياب به ٿي ويندو، اهو سيڪجهه ڏسندي، ڄاڻندي جيڪو مظلوم ڌر جو ڀرپور حمايت ڪري ٿو سو مڙس آهي.

مڙس اهو جيڪو پنهنجي مفادن کي پنهنجي پارٽيءَ جي صحيح مفادن خاطر قربان ڪري ڇڏي. ان کان اڳتي، مڙس اهو جيڪو جڏهن ڏسي ته منهنجي پارٽيءَ جا مفاد منهنجي سڄي قوم جي مفادن سان ٽڪر ۾ اچن ٿا ۽ انهن کي ناقابل تلافي نقصان پهچائين ٿا، تڏهن پنهنجي پارٽي مفادن کي انهيءَ ٽڪر ۾ قومي نقصان جي تلافي نه ٿيڻ جوڳي حد تائين قربان ڪري ڇڏي. همٿ ۽ بهادري، مڙسيءَ جا اهم عنصر آهن، انهن کان سواءِ سچو مڙس ماڻهو ٿيڻ ممڪن ڪونهي.

اسان وٽ همت ۽ بهادريءَ جو تصور ٻه نهايت هڪ طرفو، محدود، شروعاتي قسم جو ۽ پوئتي پيل آهي.

دنيا جي ڏاهن انهن تصورن کي گهٽ پاسن کان ڏٺو، سمجهيو ۽ سمجهايو آهي. مثلاً: مشهور فرينچ اديب ۽ ناٽڪ نويس جين انوئل چيو آهي، "پنهنجي مرڻ جي ڏينهن تائين ڪنهن به ماڻهوءَ کي اها پڪ ڪانه ٿي ٿي سگهي ته هو پڇاڙيءَ تائين دلير رهندو يا نه؟"

عظيم ارسطو چيو آهي ته "بهادر ماڻهوءَ کي بزدل ماڻهو، هڪڙو انڌ جي گهوڙي تي چڙهيل هر ماڻهو سڏي ٿو ۽ سچ پچ انڌ جي گهوڙي تي چڙهيل ماڻهو وري کيس بزدل ماڻهو سڏي ٿو."

اسڪاٽلينڊ جو ناول نويس جي ايم بيئري چوي ٿو، "اصل ڳالهه آهي بهادري. جي بهادري ويئي ته سڀ ڪجهه ويو." سادا ٽي سو سال اڳ جي انگريز عالم ۽ اديب ڳالهه جو هڪڙو ٻيو پاسو کنيو آهي، "موت کي حقارت جي نظر سان ڏسڻ بهادرن جو ڪم آهي، پر جتي زندگي موت کان وڌيڪ ڀيانڪ هجي، اتي سڀ کان سچي بهادري اها ٿئي ٿي ته ماڻهو اهڙين حالتن ۾ جيئري رهڻ جي جرئت ڪري."

جڳ مشهور اعليٰ اسپيني ناول "دان ڪئگزاٽ" (اصلي اسپيني اچار ڪجهه ٻيو) جي نامور مصنف سروانتي (اصل اسپيني اچار ڪو ٻيو) ساڳي ڳالهه هن نموني ڪئي آهي ته، "دليري، هوڙهيائي ۽ بي همتيءَ جي وچ پنڌ تي رهندي آهي". سترهين صديءَ جي مشهور انگريز شاعر جان.ڊان ايجا ٽي ڳالهه ڪئي آهي، "بهادري، بزدلي ۽ مايوسيءَ جي وچ مان سرجندي آهي."

دلير ماڻهو اڪثر کهرا ۽ سخت دل هوندا آهن، پر انگريز دانشور ٿامس ڪارلائل چيو آهي، "مضبوط دل، قربانتي ۽ ٻاجهاري هوندي آهي. قرب خطري سان گڏ رهندو آهي ۽ ان سخت ماحول ۾ رهڻ ڪري وڌيڪ مقدس ۽ وڌيڪ من موهيندڙ ٿي پوندو آهي."

آمريڪي اڪابر بنجامن فرئنڪلن چيو آهي، "جيڪا بهادري انصاف تي ٻڌل ناهي، اها ڪمزور آهي." مشهور جرمن ناول نويس هرمن هيس چيو آهي ته دليري ۽ اعليٰ ڪردار وارا ماڻهو ٻين کي خطرناڪ لڳندا آهن." آمريڪي صحافي ۽ ناول نويس هارڊنگ جو چوڻ آهي ته، "جي توکي خبر هجي ها ته تنهنجو دشمن ڪيڏو نه بزدل آهي، ته تون جيڪر کيس چماٽ هڻي ڪڍين ها، بهادريءَ جو مطلب آهي دشمن جي ڪمزوريءَ کان واقف هجڻ." سترهين صدي جي مشهور فرينچ اديب لارو چيڪو عابد جو چوڻ آهي ته، "سچي بهادري اها آهي ته ماڻهو جيڪو ڪم ٻين سيني اڳيان ڪري سگهي، اهو اهڙي وقت ڪري، جنهن وقت ٻيو ڪو به ڏسڻ ۽ داد ڏيڻ وارو نه هجي."

ساڳئي فرانس ملڪ جي، ان کان ٻه هڪ صدي اڳ جي دانا، مانٽين چيو آهي ته، "بهادري مضبوطيءَ جو نالو آهي. ٽنگن ۽ ٻانهن جي مضبوطيءَ جو نه پر همٿن ۽ روح جي مضبوطي جو. عظيم نپولين چيو آهي، "دليري محبت

وانگر آهي. ان کي پالڻ ۽ نپائڻ لاءِ اميد جي خوراڪ جي ضرورت آهي."
افلاطون چيو آهي ته، "دليري هڪڙي قسم جي نجات ۽ ڇوٽڪارو آهي."
گذريل صديءَ جي آمريڪي شاعر، نقاد ۽ ڪهاڻيڪار، ايڊ گرالن پو وري عجيب ڳالهه ڇئي آهي، "جيڪو ماڻهو ضرورت مهل بزدل نظر اچڻ کان ڏڄي ٿو يا اهڙو ضروري ڪم نٿو ڪري سگهي، جيڪو ظاهر ۾ بزدليءَ جو ڪم لڳي، سو سچو بهادر ناهي."

جرمن داناءُ نٽشي چيو آهي ته، "جڏهن ڪو ماڻهو ڪنهن مايوس ماڻهوءَ کي ڏسي ٿو، تڏهن هو دلير بڻجيو وڃي." مشهور جرمن شاعر رينپيئر ماريا رلڪي هڪڙي خط ۾ لکيو آهي، "اسان کان پس پيش فقط هن دليريءَ جي تقاضا آهي ته، اسين ڪهڙي به عجيب غريب، ڪهڙي به اڻچرج جهڙي ۽ ڪهڙي به سمجهه ۾ نه ايندڙ صورتحال کي دليريءَ سان منهن ڏيون."

آمريڪي اديب فرينس راڊ مين چيو آهي، "دليري سدائين نغارا وڄائي جلوس ڪڍي ڪانه هلندي آهي. ڏيکاءُ ۽ نمائش جنهن ڪپڙي جا ويس وڳا پائي هلندا آهن، دليري ان ڪپڙي مان ٺهيل نه هوندي آهي." ٻئي آمريڪي عظيم شاعر ڪارل سينڊ برگ چيو آهي، "دليري هڪڙو تحفو آهي، جن وٽ اها هوندي آهي، تن کي آزمائش جي گهڙيءَ تائين اها خاطري ڪانه هوندي آهي ته وٽن اهو تحفو آهي يا نه ۽ جن وٽ هڪڙي امتحان وقت اهو تحفو هوندو آهي، تن کي ڪڏهن به اهو پتو ڪونه هوندو آهي ته جڏهن ٻي آزمائش ايندي تڏهن به اها سوکڙي وٽن هوندي يا نه." اٽڪل ٻه هزار ورهيه اڳي، رومي اديب ۽ دانشور سينيڪا چيو هو ته، "جنهن زندگيءَ وٽ مرڻ جي جرئت ناهي. سا غلاميءَ جي برابر آهي."

سندي سياڻا چئي ويا آهن، "ايمان مهمان آهي." "ڪڏهن من ماڪوڙي ڪڏهن ڪيهر شينهن." ساڳي ڳالهه شيڪسپيئر هن لفظن ۾ چئي آهي، "بهادري موقعي مهل آهر لهي ۽ چڙهي ٿي." ٻي مثال برطانوي اديب ۽ دانشور جارج برنارڊشا جو چوڻ آهي ته، "اها دليري آهي جيڪا زندگيءَ جي خون کي ڪرمزي رنگ جي شان ۽ شوڪت جي بلندين تائين رسائي ٿي."
تاريخدان ٿيوسي ڊائيٽسيس يونانيءَ چيو هو، "اهي روح بلاشڪ سڀ کان بهادر روح ليکجڻ جوڳا ۽ احترام ڪرڻ جوڳا آهن، جيڪي زندگيءَ جي سورن ۽ راحتن ٻنهي بابت، صاف ۽ چٽي سمجهه رکندي به، خطري کان منهن نٿا موڙين."

ساڳي ڳالهه آمريڪي مزيدار ماڻهوءَ، جڳ مشهور اديب، مارڪ ٽوئن هن يگاني انداز ۾ بيان ڪئي آهي، "دليري اها ناهي ته ماڻهوءَ کي خوف هجي ئي نه. اصل دليري آهي خوف سان مقابلو ڪرڻ ۽ خوف تي غلبو حاصل ڪرڻ. جيستائين ڪو ساهه وارو ٿورو ٿورو بزدل ناهي تيستائين ان جي باري ۾ اهو چوڻ ته هو بهادر آهي، اها ڪا سندس تعريف ڪانهي." مطلب ڳالهه جو هي آهي ته جيڪو ايترو نادان ۽ ڇسو آهي. جنهن کي خطري جو احساس ئي

ڪونهي. اهو جيڪڏهن خطري جي سامهون هليو وڃي ته اها سندس شعوري بهادري نه پر جاهلاڻي هوڙيائي آهي.

ڪرڙي ڪائي رت، پيٽ نه وجهي وات ۾،
پڙ ۾ پهلوانن جي، وڃي پرکي پٽ،
جنين نيڻ نست، نينهن نه لائي تن سين.
(خليفو نبي بخش)